٣- بخشيو ٻوُند سان بابل - پاڪ نہ ٿيندم پري
ڏسي ڏڪ سنسار جو - منهنجو ڏيل ڏري
پسي درشن تنهنجو - منهنجو من ٺري
هاڻي اڄڃاڻ ڪاهہ ڪري -
ميلو ڪر مسڪين سان!

٤- سپيڻي آسرا ڇڏي - آيس تو در مان داتار،
ٻئ آهہ غريب جي - ڪن ڏيڻي ڪرتار
هاڻي مل منهنجا مٺار -
مچ مٺت مان مسڪين جي!

٥- مهر ڪريو مسڪين تي -
منهنجا موهن مٺا مٺار
دل مان دعائي نڪري - ڪريان سچ سندو سينگار
آڻ وچان ٻلهار - سٽگر تنهنجي نانو تان!

٦- تو بن پانيان بابلا - دنڌا مڙيئي ڏوڙ
مهر ڪريو مسڪين تي - آهيان مان مجبور
ٿيندا دڪرا دور - جي داسي ٿيان تو در جي!

٧- دکين جا داتار - ڏي دکين کي ڏير
دڪ ميٽين دکين جا - آهين پيرن جو پير
اهڙو ميرن جو مير - دکي دين سهاءِ ٿيو!

٢٣- جيڪي آيا ستگر در تي- رڳي پورو ويساھ
! ڪوڙ ڪمائين ڪينڪي - رکن سچو ڀاءُ
رهن بي پرواھ - لڏن پڌن ڪينڪي!
٢٤- جي انتي خواهش خريد جي- تہ سؤ دوکر سهي،
پيهي ڏس پاڻ ۾ - اوچي لال لهي،
وجيئي دک لهي -
تنهنجو ٻلو پڪڙيندو کو نہ کوا
٢٥- جي هجيئي خاص خريد جي - .
تہ بين کي ڪين پڏاءِ
گهري پنهنجي گهٽ ۾ - لنو لالڻ سان لاءِ
اهڙو پد پاءِ - جنهن سان پسين پرينءَ کي!
٢٦- امر پيالو جن پيتو- تنهن جڳ کي جيتيو،
ڪتي ڪذن ڪرمن کي- عجب رنگ رلو،
رهي سدا متو - هردم پنهنجي حال ۾!
٢٧- پائي ڪفني نام جي - ڏي هوکو حق سندو
پلو پيا مندو - سپ سجڻ جي سامهون!
٢٨- فقير بٽي ذکر مٽاء. رک نہ غير گمان
وجي پؤ شرڻ سنتن جي - تہ متيئي ايمان
پائي پد نرباڻ- وڃي جوڳہ ڪمائج جڳت سان!

۱۸- پيالو پريم خمار جو- مونکي سنگر پيئاريو
چاڙهي نشو نام جو- ڏيئو آنيءَ جو باريو
ڏاڍو درشن ڏيکاريو- اچي آتم ديو جو!

۱۹- گنگا جل اشنان سان- پاپ ٿين ٿا ناس
روڳي مريض ڏکي پڻ- وڃن حڪيمن پاس
سنت سماگم هري ڪٿا- ڪٽي چوراسي ڦاس
داسي ٿيءُ نہ اُداس- رهہ ايشور جي آسري!

۲۰- پائي گيان گرن جو- مٽي انڌيرو اگيان
سٽت رهي آنند ۾- چڙهہ اجايو ايمان
لهہ آنند انند ۾- ساکي ٿيءُ سجان
داسي چڙهي نربان- الک پد اواچي!

۲۱- سچي سنگر ديو جي- مهما ڪير ڪري
ويد پڻ ڪٿي ويا- ڪري گرنٿ پري
ڪوئي اِنهيءَ سڙڪ تي- پريمي پنڌ ڪري
داسي سک ڏري- پائي پار اپار جو!

۲۲- جو پيئي پيالو پريم جو- سوئي آ مستان
اچي ڪين اُنهيءَ جي- اندر ۾ ايمان
پلي ڪين پرم ۾- ڪڏهن هوُ پڳوان
ڏري دل ۾ ڌيان- آنئي پهر اندر ۾!

١٢- جنهنتي نظر نام جي- پل ڪرو ڙين اچن ڪاهي
پل رهن واجا وجائي -
پر ڪري سگهيا ڪجهه ڪين ڪي!
١٣- سڪ سندي درياهه ۾- مان ڏيان شال ٽبي
غوطو ڪاوان غمَ ۾- جو لهان لال لڌي
رهان شال ڪڏي- درد وندي هن ديش ۾!
١٤- ستگر دين ديال- اچ آيو مهنجي آڏو
ستل ڪي سجاڳ ڪري- اچي گهليائين گاڏو
پڳل هيءَ پاڏو- صاحب آ سچو ڪيو!
١٥- سرڳيون ستگر ساعت ۾- ڇڏيو سياءِ سميٽي،
ڪيائون نرپ لوڪ مان- ڪرم قاس ڪٽي
سنسا سپ سٽي- نيائون بيگم نگر ۾!
١٦- رام سندي نام جو- ڏريو جن ڏيان
مٽي وين اندر مان- اوديا جو ايمان -
ڏنڪي سري پڳوان- سهجي ئي معلوم ٿيو!
١٧- صوفين وجايو سٽند و- اچ آئي آڏيءَ رات
سڪ منجهان سڏ رو ڪري-
مونکي ويهي ڏنائون ڏات
پي ٿيس مشتاق - پيالو پريم خمار جو!

٧- ڏسي اشارا عشق جا.
منهنجون اکريون پيون نہ کلي
سمجهي سگهياسين ڪينڪي- پريتم جي ٻولي
هاڻي ايما ٻرولي-پاڻيهي سمجهائيندا پريمسان!
٨- سهي پيئي هيس سيج تي-
منهنجي دوست ڏنو ديدار
کولي ڪن کرا ڪيائين-
ڪيائين سرت منهنجي سجاڳ
جياء پڻ انهد جو آواز-
ڏسيائين رستو بيغم نگر جو!
٩- ٻڌي مرلي موهن جي- اندرخوشي سمائي،
اکيون رکي اکين ۾- لنو سچي لائي
هاڻي اچي ڪنائي- نہ جاء جوڙ ينديس جيءَ ۾!
١٠- ٽيڪي لڳائي ٽوٻوٽي- ننهنٽي راضي ٽڻي ڏٽي
متان چئين منزل آهي گهٽي-
ميلو ڪري هڪ پل ۾!
١١- چت سان چرخوچور- جيڪن آنڻ اوڏو نہ ٽٽي
ٽند ٽند سان ويهي جوڙ-
جيڪن بونهہ پرڪو نہ ڪيي!

# "نام جي موما"

١- ننو اکر نام جو- پڙهه پريم سان ويهي
ڏينده ۽ درکولي درشن- پس اندر پيهي
جڏهن صاحب اچيئي- پڙهه ٿون پٽي پريم جي!
٢- ننې اکر نام سان - نيڻهن اٿم لاتو
اچي تنهن اُمنگ سان- لکي ليئو پاتو
هاڻي سهي سڃاتو- صاحب منهنجي ۽ سڪ کي!
٣- ننو اکر نام جو - پوئي جن پاتو
صبر ساڻ سائين ۽ کي - جن سهي سڃاتو
وسي ڏينهن راتون- راتول تنهنجي روح ۾!
٤- مهرکند و مسکين تي- جو آهيان مجبور،
ڏک مڙيئي ڏور- ٿيندا تنهنجي نام سان!
٥- دل روبي دلو وجي- وجي سهڻي پيئي ستار
کامل جي قدرت جا - کهڙا کٿيان پار
اهڙا مليا سرجڻهار- جنکي جڳ ڏسي نري پيو!
٦- شهري سرنگهه اٿئي سون جيان-
لنگهي پؤ ٿون پار
درتي بيٺل اٿئي دربان- کامکروڌ اهنکار
انهن کي ٿون ٿکار- ته لال لهين ٿون لکن جوا

١٧- ڪري خيال ڪوڙا - توکي ڀاويءَ ڀٽڪايو
رکي چاهه عيشن ۾ - تنهنجو روح رلايو
ڇڏي من سندو رايو - وٺ تون واٽ وئراڳ جي!
١٨- پنڊت پوٿيون پڙهي - رکن ڀيا گمان
پنڊت سڏائي پاڻ کي - ڪرن نت اڀمان
تن کي شري ڀڳوان - نظر ايندو ڪينڪي.
١٩- جنهن ڇڏي ڀروسو ڀڳوان جو -
اندر رکيو غير گمان
آسرو رکي شش شيوڪن تي -
تنهن جا وڃن ٻئي جهان
سي ته وڃڙيا رهن ورکان- جن جي اندر ۾ اڀمان
سي ته وڏا بي ايمان- ڀڳت ڪوٺائن پاڻ کي!
٢٠- ڪي جيئڻ لاءِ جتن ڪن- ڪي مرڻ لاءِ محتاج
ڏسي اهڙو راز- مان ته حيران ٿيس!
٢١- سنسار ساگر جي پيٽ ۾- گهڙي ڀيا ڪيترا
ڪي توبا ٻڏي تبڪي ڏين -
ڪي لوڙهه منجهه لڙهيا
مايا اهڙا ڪم ڪيا- جو ڪُنڊر ڪيرايائين ڪيترا!
٢٢- ڪرشنا جي ناءَ ۾ - ڪيئي جيو جلي ويا
ڪي ورلا بچي ويا- ستگروءَ جي شرڻ ۾!

جيڪي سڏائين سياڻا پاڻکي-
سي چرين کان به ؟
ڏسي پاڻکي ترِيا
جهاڙي پائي ڪينڪي - ڏسي پاڻکي چڙهيا
جڏهن چڏي ڪرم ڪڏا. هن چاڙهيءَ چڙهيا
ستگر سورت پاٽيهي- جن مهر جا هترا ڏريا
پينر پاڳ وريا - پار ڪيائون پل ۾!
١١- رک نہ رڏيءَ جيترو - اندر ۾ ايمان
اچي هٽندء اوچتو - ٺهري ڪال ڪمان
وڃي وسائيندين مزا- ٺون ۾ي مڻن جا مڪان
ڏسي ڪڍ گمان- جو ناهن ڏينهن هڪجيترا!
١٤- ڪي چون رانول روح ۾ ڪي انڌا ڪين ٺسن،
ڪي ڳولهين ڳوٺن ۾- ڪٿي پريا وسن مينهن
سي پسن ڪيئن - جي رنا رهن رام ڪان!
١٥- چرياسي چڱڇن- جي لائن نہ چت چيتن سان،
راتيان ڏينهان رام ڪان - رنا سي نہ رهن،
بکياڪيئن پرجن- جيڪي ڏور رهن ڏاتار ڪان!
١٦- ٻٽي جوڳي جڳت ۾ جي جڳتي نہ ڪمائي
رکي جٽائون سر ٽي- ٺو ناد وڄائي
عمل اٿس نہ ٺو جو - ٺو سر چائي پاپ
پڳوان پلائي - وس ڏي وڍو لالچ جي

١٧- ڪري خيال ڪوڙا - توکي ڀاويءَ ڀٽڪايو
رکي چاهه عيشن ۾ - تنهنجو روح رلايو
ڇڏي من سندو رايو- وٺ تون واٽ وڏاڳهه جي!
١٨- پنڊت پوٿيون پڙهي - رکن پيا گمان
پنڊت سڏائي پاڻ کي - ڪرن نت اڀمان
تن کي شري ڀڳوان- نظر ايندو ڪينڪي.
١٩- جنهن ڇڏي ڀروسو ڀڳوان جو -
اندر رکيو غير گمان
آسرو رکي شش شيوڪن تي -
تنهن جا وڃن ٻئي جهان
سي نه وڇڙيا رهن ورکان- جن جي اندر ۾ ايمان
سي نه وڏا بي ايمان- ڀڳت ڪوٺائن پاڻ کي!
٢٠- ڪي جيئڻ لاءِ جئن ڪن- ڪي مرڻ لاءِ محتاج
ڏسي اهڙو راز- مان نه حيران ٿيس!
٢١- سنسار ساگر جي پيٽ ۾- گهڙي پيا ڪيترا
ڪي ٽوٻا ٻڏي ٽٻڪي ڏين -
ڪي لوڙهه منجهه لڙهيا
مايا اهڙا ڪم ڪيا- جو ڪونڌر ڪيرايائين ڪيترا!
٢٢- ڪرشنا جي ناؤ ۾- ڪيئي جيو جاي ويا
ڪي ورلا بچي ويا- سنگروءَ جي شرڻ ۾!

پلي پوڳ وشين ۾ - ڪيائون ڪم ڳندا،
وڃي ٿيا ڄم سندا - ڪير بچائي تن کي!

٧- پلا جي پوڳن ۾ - منا مورک اياڻا
پيهي ڏنائون نه پاڻ ۾- پيا سمجهن پاڻ سياڻا
ڪوڙها ۽ ڪاڻا- هرڪو شيءِ سمجهي پاڻ کي!

٨- ڪيم ايمان اجايو- هن ناسونت ديهه کي،
پئي خبر ڪاڻ ڪا - جن رڻ ۾ رلايو،
هاڻي پاڳن پلايو- مونکي ستگر دلاسو ڏنو!

٩- مانش جنم وٺي ڪري- تون آئين ڪهڙي ڪم؟
پلي قول اِقرار کي - تو ڪنيو اُلٽو قدم
هاڻي ياد ڪجانءِ دم دم -
نه تون پوءِ پوندءِ پڇتائڻو!

١٠- وهي ويا ڪيترا- ٿيا خوديءَ منجهه خراب
لاهن نه پردو اکين تان - ٿيا گيرب ۾ غائب
ڏنائون ڪين اندر ۾ - تن سهڻو صاحب
دکي ٿيڻ واجب- جن وساريو وارث کي!

١١- سچا سي چئجن- جن جي مک ۾ ناهي رام،
توڙي سڏائين سيٺ پيا- پر آهن نگرا بي نام
ڪرن برا پيا ڪام- ويهي ڏسن نه وجود ۾!

٨٥- پنڌ ڪنديس پرينءَ ڏي -
وڃي ڏسنديس پنهنجو ديس
ڪاهي وينديس ڪامل ڏي- پائي وئراڳي ويس
ڪري آندر آديس- ميلو ڪنديس محبوب سان!
٨٦- پريو آهين پنڌار- ڏي ڇولي پنهنجي مهرجي
پيرو هن ٻانهيءَ جو- اچي ڏيئي هترا ٿار
هاڻي هيءَ گولي پاڻ سنڀار -
جاڻي ٻرڏ ٿون پنهنجو!
٨٧- هڪ رڪ سڪ - ٻي رڪ سچائي
تين ڪر سچ جي ڪمائي
چوٿون ڳرت وهنوارم- جنهن پوي نرڪل ڪائي
رکي اکيون آڪين ۾ - لنو سچيءَ لائي
تنهن محبت منائي- لڪي ڪاڏي لوڪن کان!

# "جيئو ٻڌي"

١- پنهنجي پاڙ پٽي- ٿو مورک جيئو مرم ري،
ساڪان سنڌن جون ٻڌي -
ٿه ٻه هٿ ٿان ڪين هٽي
مانش ديهه امول کي- ٿو ساگر منجهه سٽي،
وٺي ڪچ مٽي- ٿو ڏئي لعل اڻ ماها!!

ڀل جڳت ڪري جڏيون -
جٺ پٺ سمان جڳت جي
بي سڀ ڇڏي جکي - نالو نباهيان تومان !
٨١- سڪ سڄڻ جي سرڏيون -
مونکي ڪيو آهہ سوڙهو
هاڻي هڪ ڀل بہ نہ منهن موڙيو-
جو منت ۾ مالڪ ماي !
٨٢- ٻڌو ٻڌي مون اصل ڪان -
آهي جوڳي جادوگر جاني
هڻي تکا تير تن ۾ جتن لڳي هينئين ڪاني
هاڻي ڪري مهرباني -
شل ماند و مان مسڪين سان !
٨٣- ڏنر ساڻي سيپئي- آهي مطلب جو هرکو يار
بنان مطلب هڪ ست ڪرتار-
پيو ساهون ڏسجي ڪوڙ ڪوا
٨۴- موهن پنهنجي ملڻ لاءِ - درشن ڏيو دلدار
شرڻ پنهنجيءَ ۾ رکو- صاحب سڄاڻ سڄيار
هيڻن سان همراه ٿيو- آڙين جا آڌار
بچايو پوسا گرڪان- جو مونہ آهن عيب اپار
او داسيءَ جا ڪرتار- اچي سار لهہ سائين سچا!

٧٤- چڏي دؤر دنيا جا - پايان ڳل ڳاني
ٻڏي ٻانهون ٻڌي - مان گهران مهرباني
منهنجو دانا آ داني -
ڪند و معاف مدايون منهنجون !
٧٥- دل ڏسي منهنجي درد ۾ - پڪاري پيئي
ڪٿي منهنجا سپرين - ڪٿي پرڏيهي
ڪيئن ماڻيان ويهي - سرتيون سڪسها ڳيء جا !
٧٦- اچن پيا ڪيترا - ڪڏي پاڻ سندي پيڙ
لاهي پيري رکن تون مٿان - جن کي آهي اُڪير
جي پرچين تون پير - معاف مدايون تن ٿين!
٧٧- جيڪي اُٿندي وهندي اندر ۾ - جپن اؤنڪار
تن کي ست ڪرتار - هر ساعت ۾ ساٿ ڏئي !
٧٨- آش تنهنجي تن ۾ - هڪ تنهنجي آهي تار
پريو هن نماڻيء کي - من تان ڪين وسار
هردم ڪريان پڪار - دانا تنهنجي در تي!
٧٩- هلي پيئي سرشٽي - ڏسي اُنهي اچي مستي
ڏايو آنند و رتم لستي - ستگر تنهنجي پيار ۾!
٨٠- عجب چرخو ڏسي -
هلي جيڪو تنهنجي اشاري تي
چت ڪريان چاڏي - من مانداڻي

٧٤- چڙھي ڏور دنيا جا - پايان ڳل ڳاني
ٻڌي ٻانھون ٻيٺي - مان گھران مھرباني
منھنجو داتا آ داني -
ڪند و معاف مدايون منھنجون !
٧٥- دل تي منھنجي درد ۾ - پڪاري پيٺي
ڪٿي منھنجا سپرين - ڪٿي پرڏيھي
ڪيئن ماٽيان ويھي - سرتيون سڪ سھاڳ جا !
٧٦- اچن پيا ڪيترا - ڪٽي پاپن سندي پيڙ
لاھي پري رکن ڏون مٿان - جن کي آھي اُڪير
جي پرچين ڏون پير - معاف مدايون ڏن ٿين!
٧٧- جيڪي اُٿندي وھندي اندر ۾ - جپن اوُنڪار
تن کي ست ڪرتار - ھر ساعت ۾ سات ڏئي !
٧٨- آئش تنھنجي تن ۾ - ھڪ تنھنجي آھي تار
پريوھن نماڻيءَ کي - من تان ڪين وسار
ھردم ڪريان پڪار - داتا تنھنجي در ڏي!
٧٩- ھلي پيٺي سرشٽي - ڏسي اُنھ اچي مستي
ڏايو آنند ورلم لسني - ستگر تنھنجي پيار ۾!
٨٠- عجب چرخو ڏسي -
ھلي جيڪو تنھنجي اشاري ڏي
چت ڪريان چاڏي - من ماندڙي

دل تہ منهنجي دلبر ڪٹي ويو- هٹي تکا تير
من تہ منهنجو مڇي ڪين پيو - منو بي پير
اهڙي ستگر ڏني سير-
جو لنگهي جهٽ ۾ پار پيو!

٦٠- گهڙيس جي مان گهاٽ ۾ - ڏنم ٽبڪي هٹي
دل ويو تہ دلبر ڪٹي -
باقي خالي خيالن کي ڇا ڪيان؟

٦١- مان ابوجهہ مسڪين- آهيان تنهنجي آسري،
ڳولهيم ڪيئي ڳوٺن ۾ مونکي لالڻ ڪين لڀي،
ڦانس اهڙي ڇنبي -
جنهن مونکي وارث کان جدا ڪيو!

٦٢- پڇيم تي پنور کان- تون ڏي ڪا خبر چار
ڪيئن رکيئہ دل ۾- تو سهٹي گازار
تس اهڙي ڪاڪار- جو مان بہ پسان پرينءَ کي!

٦٣- سيئي سؤر سهي ڪري -
آيس صاحب تنهنجي دوار
راتيان ڏينهان روح ۾ ڪري پئي تہ پڪار
هاٹي اهڙو ڏيئو بار- جو پسان پنهنجو پاڻکي!

٦٤- جي انئي پياس پسڻ جي-
تہ هردي اندر جهاتي پاءِ

اکر يون کولي آندر جون- تون لالڻ لڳاءِ
آهڙي ٻُوجهہ ٻُوجهاءِ -
جو پنهنجي اکين ڏسي پاڻکي !

٦٦- دکن ڏونهان درد جا- دل اندر داسيءَ جي ،
ملڻ کاڻ منل جي- ٻيٺي دم دم دانهون ڪري،
خساص خريد يءَ لاءِ - ويٺي پاڻ جهاي ،
مالڪ پاس ڪري- نڌهيءَ ڪميٺي ڪبر لڳي!

٦٣- سينو سڙي سوز ۾- ناهي اکين ۾ آرام ،
داخل ڪندا پنهنجي ديش ۾ نڪنديس وشرام
مان منڱڻي ناڪام- ڏسندا نمنهنجي ڏوهن ڪي!

٦٧- دکيءَ دل منهنجيءَ جو- ڪبر پڇند و حال،
جنهن کي درد اندر- من ۾ آ ملال ،
ڪبر چوي ڪمال- صاحب سنديءَ سونهن جو!

٦٨- پرپوءَ جي ملڻ لاءِ- پيٺي پل پل پڪاريان
پڇان پرپوءَ پيارن کان- پيٺي پنڌرا پڇايان
ويٺي واٽون واجهايان- ملڻ کاڻ موهن جي!

٦٩- دک پنجن داتار- سياڻا سمجهن ست پرش
دانا داني ڏيرجن- آڙين جا آڌار،
مهر ڪري ڪا مون مٿان- نظر ڏر پيار

دل ته منهنجي دلبر کٺي ويو- هٺي ٿڪا تير
من ته منهنجو مهي ڪين پيو - منو بي پير
آهڙي ستگر ڏني سير-
جو لنگوي جهٽ ۾ پار پيو!
٦٠- گهڙيس جي مان گهاٽ ۾ - ڏنم ٺبڪي هٺي
دل ويو ته دلبر کٺي -
باقي خالي خيالن کي ڇا ڪيان؟
٦١- مان ابوجهه مسڪين- آهيان تنهنجي آسري،
ڳولهيم ڪيئي ڳوٺن ۾- مونکي لالڻ ڪين لڀي،
ڦاٿس اهڙي ڇنبي -
جنهن مونکي وارث ڪان جدا ڪيو!
٦٢- پڇيم ٿي پنور ڪان- تون ڏي ڪا خبر چار
ڪيئن رکيئه دل ۾- تو سهٺي گلزار
تس اهڙي ڪاڪار- جو مان به پسان پرينءَ کي!
٦٣- سيئي سور سهي ڪري -
آيس صاحب- تنهنجي ڏوار
راليان ڏينهان روح ۾- ڪري پئي نه پڪار
هاٺي اهڙو ڏيئو بار- جو پسان پنهنجو پاڻکي!
٦٤- جي اٿئي پياس پسڻ جي-
ته هردي اندر جهالي پاءِ

٥٤- جو تبي لڳائي توبو بٽي -
ذنهن ني راضي ٿئيم ڏٽي
متان چئين منزل گهٽي- ميلو ڪري پلڪ ۾!

٥٥- مهر سندا هٿوا ٿل رکي محبوب موٽني
جاڻي جوڻ جڳت کي - رهان ٿال اُکي
ٿيوا ڪريان سڪ سان - هجي ٿال جٽي
من نه ڪڏهن پٽڪي -
وڃي ڏيرو ڪري راتول ديس ۾!

٥٦- ملڻ چاهين محبوب سان ته ويهي ڪر ويچار
چڏي غفلت کي سڄڻ - ڪر سچو پيار
ته پاڻيهي اچيڱي ڪرتار- به ني پير پري ڪري!

٥٧- صاحب سندي در ني- آديون آيس پير پري
جاڻي داسي پنهنجي- پيو مالڪ مهر ڪري
ڏسي سنگت پيڱي ٿري- لاهوتي لقاءَ کي!

٥٨- دل ڏيئي دردوست جي -
هاڻي ڪريان ڪهڙي ڪار
وٺان واٽ وئراڳ جي- ويهي ڪريان ويچار
پائي گلا جو هار- گوبند سان گڏجان وڃي!

٥٩- گهڙيس جي مان گهاٽ ۾ - ڏٺم گهر گنڀير

پڇي ٽڪس مان ڪيترو- پر تو نہ پسايو پاڻ
هاڻي ننگي ننگ سڃاڻ -
آڇي ميلو ڪر مسڪين سان!
٥٠- ڇاڻي جوڙو جڳت کي- ڪرسڳو تون وهنوار
ڇڏ وڏائي وڏن جيان- تون سڏائج نيڌرو يار
آڇ داتا جي دربار- لاهي ليکو جم جنجال جو!
٥١- پريتم تنهنجي پيار ۾ -
مونکان ويو سڀ ڪجھ نہ پلي
اِها هاڪ پئي نہ هلي- داتا آهي درياھ ڪو!
٥٢- پريم مان مونکي پنهنجو ڪري-
مونکي ڏاتار ڏني ڏات
لڳي رهي ڏينهن رات - وائي تنهنجي وات
بي نہ ڪريان تات - ڏسي سهڻي ذات
آڇ پرهہ ڦٽي پرڀات-ميلو ڪر تون مسڪين سان!
٥٣- ڪيئن پيار منجهان پڌرو ڪيئہ-
آئين قرب منجهان ڪاهي
ڏ نئہ ڏوھ نہ منهنجن کي -
ڇڏ پئہ تتي دل ٺاري
هاڻي ورق سڀيئي واري -
هردم ڏسان تو داتار کي!

٤١- ستگر ايند م شال- مهر ڪري مسڪين ٽي
اچي هن پوريءَ سان- ڪندا پلايون پال
ويهي ٽن جي اگيان- مان ته اوريندس احوال
اهڙو دين ديال- دکرا منهنجا دور ڪندو!

٤٢- دکرا منهنجا دور ڪندو- ڏيندو م دل کي ڌير
ساري پڇندو حال مون- محب مٺو ته امبر
آئت ڏيئي اندر کي- لاهيندو سڀ پيڙ
سرتيون ساهه سڪايو- جن جي آهي اُڪير
سي ملندم شال فقير-
آنءَ گولي ٽن جي گهر جي!

٤٣- گوليءَ کي غمنار تون- اچي آئم درس ڏيکار
تو لاءِ سهڻا ڪيئي آهن- پرهون لاءِ تون دلدار
منهنجي سرت شبد ۾ چاڙهه-
جيئن لوچي لهان تو لال کي!

٤٤- مالڪ تنهنجيءَ موج ۾-
رهان راتيان ڏينهان غرق
راتيان ڏينهان روح ۾- ڏسان هاڻي اگي ۾ فرق
اهڙو ورائج ورق- جو رهان ديش اگم ۾!
ڪرائي ڦيرائي سنسار کان- شل موهن سان ملان
ٿئي ڏسان ڪينڪي- شل صاحب منجهه سمان

وني گرن جو گس- پرچي ويهه برين سان!

٣٠- جي پانئين جوڳي ٿيان- ته آس اندر جي اُتار،
ماري من مواس کي- تون ويهي اندر ويچار
قتل هرد و نار- هٿ کر جوڳ- جڳتيءَ سان!

٣١- جي پسڻ چاهين پرينءَ کي -
تون اندر جهاتي پاءِ،
باهر کين واجهاءِ- پس تون پنهنجو پاڻکي!

٣٢- پريان پير پري کري- آئي داسي تنهنجي دوار
مهر کر مسکين تي - ته وڃن سڀ وکار
پائي دريه ديدار- تسان دوست پنهنجي دلبر!

٣٣- کريان آنءَ ته قربان- تن من تنهنجي نانو تان
گهوريان تو گهوٽ تان- سارو جڳ جهان
پائي پد نرباڻ- هولي کيليان تو هوت سان!

٣٤- هولي کيليان تو هوت سان-
مونکي رڱي کر تون ال
ر لال باهر لال - لالڻون لال لال
سائينءَ جو کمال -
تون کرم کلا جو آن ڏني
ملڻ لاءِ محبوب جي- روئن زارئون

٢٣- رات ٽين ۾ ٽائيم ڏسي - ٺه ٺه ٺهڪايو
اڄ ئي خاوند ڪلا يو- سڀ ئي پئي هيس سيج ٺي!
٢٤- چوٿين ۾ رات چاهه مان -
آيو سڪ منجهان سانول ،
مليو ٻڌل ڪـي ٻـل - ڏيرج آيو دل ڪي.
٢٥- سڄڻ ٺنهنجيءَ سڪ ۾ -
منهنجا گذري ڏينهن ويا
پيهي پنهنجي اندر ۾ - پاتم ڪيئي ليئا
سپنو يا ساپيا - ڪرامت ٺو ڪامل جي!
٢٦- هن اکرين اندر ٺوکي ڏسان-
منهنجا پريتم پراڻ آڌار
ڪولي چڏيا ٺو موڙلاءِ - خوشين جا ٺه دوار
آڻ ۾ وچان ٻلهار- سنگر ٺنهنجي نانو ٺان!!
٢- جي پائنئين جوڳڻ ٿيان- ٺه جوڳ سيئي چڏ،
ماري من مواس کي - دل دلبر سان گڏ ،
ٺه ڏئيئي سڏ ۾ سڏ - وڃڻ ۾ راهه رام جي!
- جي پائنئين جوڳڻ ٿيان- ٺه جوڳ سيئي ساڏ،
چڏ من جي واڏ واد- وڃڻ ۾ راهه رام جي!
- جي پائنئين - رام راضي ٿئي -
ٺه چڏ سيئي رس،

گرمڪ غوطو کاڻ

١٧- اڄي گنگا ليرَ ۾ - جهاتي جگر ۾ پاءِ
گهري پنهنجي گهاٽ ۾ - ٻاهر ڪين واجهاءِ
اڄ محبت جي ميدان ۾ - جو موتي موتين ڪينڪيا
اهڙو پد تون پاءِ - ته ڏهاڳڻ جيان در
جي رکين سڌ سهاڳ جي -
١٨- جي ويڻ ڪريئي ور
شل نه ساهيڙين سان - مٿان ڪُوڙي ٿٿين ا
ناحق ڪوڙو عذر - ڪرين تان
١٩- اڄ گهڙي گنگا گهاٽ ۾ تبڪي خوب هٿان
ملي آئم ور سان - مان سهاڳڻ ٿيان
اهڙي ڪار ڪريان -
جيئڻ ملان پنهنجي ور کي ا
٢٠- ستگر تنهنجي سڪ ۾ - مري شال وڃان
جي جلي توجوش ۾ مان کهڙي عار ڪريان
ڏسي نيڻ ٺاريان - هردم پنهنجي هوت کيا
٢١- ٻهرين رات پريتم سان - ويهي پهر نه پڇايو لاي
رائيان ڏينهان روح ۾ - لنو سچي
اجهو آيو ڪ آيو - محب منو منٺار پاڻ
ڏينهن گذريو خيالن ۾ بهتي ٻي پي رات
بيٺس نند اچي نه ڪا - مٿان ٿي پريان
ٿاٽ - دل اندر ديرو ڪيو
دريم سندي

سڪ وارن جو سانورا- تون خيال سويرو ڪر
بابل پيرو ڪر- اڄي باندي ڪڍ تون بند مان!!

١٣- باندي ڪڍ تون بند مان- جا پيئي پاڪاري
دانهون ڪري درد مان- ڳوڙها ڳلن ڳاري
رويو رام ملڻ لاءِ - ٿي پين روئاري
آنهون اُتاري - ڪٺي درد فراق جي!

١٤- دل تنهنجيءَ ۾ آهي - دوست سندو ديرو
ڇڏي ڏس پنهنجن ڪان- ڪيئن ڪيائون ميڙو
هاڻي ڪير ڪري نبيرو -
ٻنان ٻنهن ڌڳوان جي !!

١٥- پسڻ چاهين جي پرينءَ کي -
ته گهونگهٽ پنهنجو کول
ويهي تون وجود ۾ - تنهنسان منڙو ٻول
هاڻي دل دريڻ ۾ ڳوله -
ته پسين پنهنجو پاڻڪي !!

١٦- جي ملڻ چاهين محبوب سان -
ته سر جو سانگو لاهه
گنگا سندي نير ۾- وڃي اڄ ئي نهاءِ
اُتي اهڙو پير پاءِ - جو ٻنتي موٽين ڪينڪي!

٧- جيئڻ چاڻين جي جڳ ۾.
رک دل ۾ هردم پياس
پائي پاند ڳچيءَ ۾. ڪر اها ويهي آرداس
شل ڪندا مونکي پاس. پرين پنهنجيءَ ديس ۾!
٨- دل ۾ اٿم درد - ملان شال انهن
پيو سڀ ڏينهن ٿي پيو، وڻان در دوست جو!
٩- آنءَ گولي ڏن جي گهر جي - آشيان اپائي
ملهه خريد ڏن جي - مان در تي وڪائي
آنءَ چري درشن لاءِ - قربان فقيريائي
داسيءَ جي وهائي- روئندي رئندي راتري!
١٠- اڌري چاڻان ڪينڪي - اندر بي آرامي
بنان ماڻ پرينءَ جي -
منهنجي رئندي رات رهامي
وڃان اڌامي . پکي بڻجي پرينءَ ڏي!
١١- روئندي روئندي راتريون. گذاريم ڪيئي
آچي ڪاڻ اڪرين ۾ - نند سندي نيئي
ياد ڪندي پنهنجا ستگر- روئان پل پيئي
ستگر سنيهي - پيهي اندر پاڙيهي!!
١٢- سڪ پريامنهنجا ستگرو. هاڻي جادي پيرو ڪر
آچي هن اڪرين ۾ - تون داتا ديرو ڪر

ريا ٿي وشين ۾ - منهنجا ڏينهن اجايا
ميٺي ڪرم ڪجا مان- لنو لالڻ سان لايان
پرم آنند پايان - ميلو ڪري منٺار سان!
۵- جمع ڏينهن سوز مان- مونکي جانب جاڳايو
اٿي ڪري اُمنگ سان - ڪر لايو سجايو
من اهڙو ناهيو- جو جونت جڳي لنهنجي جيءَ ۾!
۶- ڇنڇر ڏينهن ڇڏايائين - ڇرڪ سڀ ڇني
ڏنم رات ڏني- منهنجو موهن سان ميلو ٿيو!
۷- آرتوار ڏينهن اندر جو- ترپو باغ بهار
مونجهه مٽي وئي من مان - گلشن ٿيو گلزار
پائي دوير ديدار -
منهنجون چنتائون سڀ چُور ٿيون!

(بڌر)

بڌر ڏينهن بوڌ ڏنو- ستگر مون ويهي
ڏنـو لال لکن جـو - هردي ۾ بيهي
ڪروڙين ڪوئي- وڃي پهتو پار پرين جي!

# (ٻارهان مهينا)

(١) چيٽ مهينو چاهہ مان- ٿون جپي وٺ هري
اٿئي ممتا موهہ جي- سا سپ وينده ڳري
پاپن کان پاسو ڪري - ٿيءُ لاهوتي لڙي
ٻوءِ پونده خبر ڪري -
ٿون جا ڳي جپ سري رام کي !
٢- ويهي ٿون ويساک ۾ - صاحب ڪين وسار
رانيان ڏينهان روح ۾- ڏيان ڏٽيءُ جو ڏار
ملڪيت جو مالڪ آهين - ٿون ڏهاڙا چار
هاٽيسنتسنيار- تہ ميلو ٿئيئي محبوب سان!
٣- جيٺ مهينو چاڻ ٿون - پرجهي پير پري
وچان ساڌ سنگت ۾- ٿون شيوا ٿهل ڪري
ٻڌي ٻن ڪنن سان- ٻوءِ دل ۾ ڌيان ڌري
وججانءِ پير پري- تہ مٽنده دک سنسار جا!
٤- اُدم ڪر آکاڙ ۾ - ٿون سؤدو ڪر سهي
جاچي پنهنجي جيءُ ۾- سمجهي ڏس سيٺي
لاهوتي ڪيٺي- ڏسندين پنهنجي اکين سان!
٥- ساڌوڻ مهينو سک سان- ٿون جاپي وٺ جاني
بنا نالي نام جپڻ جي- هي لوڪ اٺئي فاني

ڏن کي ڏاهي ڏنبورو- ٻي ڏاهيان ڏڳنجي ڏار
ٻيهي ڏسان ڀاڻ ۾- پنهنجي دوست جو ديدار
هلي ستگرجي ڏربار- ميلو ڪريان محبوب سان!

## "ڏرمر"

۳- دائم رهي پنهنجي ڏرمر ڏي -
جيئن رڪان پختو پير
مچ ماڻگر آهن گهڻا - ٻيا داهڻ وارا ڏير
هڪ ستگر آهي شمشير -
جنهنجو آڌر مان ته آڏين ڪي!

## "شرڻم"

۴- سڪ شرڏا سان اچي ٻوان. ستگر جي شرڻا
من کي ماري مٺي ڪري -
هڪ ڪريان پرپوءَ سان پيو
ن ماحب ڪندو سويڪار-
داخل ڪندو پنهنجي ديش

آهڙي پيئي اَچي بهار -
گهان گهونگهٽ کولي گهوٽ سان!
۱- ڏهين لڳي چڙهيا - ڏاکڻ ڏي ڏاڏار
گگن منڊل ۾ گم هيا- بي خبر نہ پيئي چار
درشن ڪرايائون دربار جو هو سرڳ- جو سينگار
هاڻي ترت ٿيو تيار- هلون بيغم نگر ۾!
۱۱- يارهون يار سنت چون- ماي ڪيون ميلو
وينو آهي وجود ۾ - صاحب سهيلو
مٿان منجهين مايا ۾ - نہ ڪٽنديون اَڌ ڀلو
ڪاڻ ويهي اَڪيلو- محبت جي نہ مڃائي ويهي!
۱۲- ٻارهين لڳي ڀڳڻ- ڪٿي باجهہ مون ڏي گهڻي
ڪرپا ڏي سنت جنن جي- ڏنائون قرب ڪٽي
محبت جي نہ مٽي، پائي مون پد پورو ڪيو!

" نثبم "
۱- اَچي سنگر ڏر ڏي- ڪريان نيم سان ديدار
اَڻهي پهر اَندر ۾ - شل هجي منهنجو ڪرتار
ڪريان پل پل ۾ نہ پڪار-
جيئن نيڻن نبهي اَچي ناٿ سان!
۲- اَٺئي پهر اندر ۾- ايهو ويهي ڪريان ويچا

آ گيا ڏي سورج ديوتا کي -
ته نکري ٿئي نروار
ہ تي پير پري ڪري- وڃان داتا جي دربار
وڃي داتا جي دربار- شيوا ڪريان سک سان!!
۶- ڇهين لڳي سک سان اُٿي -
ڪريان گهر جو ڪم ڪار
مڇي وڃن ڳرن جا - لاهيان سر تان بار
ته آڇي پوءِ منثار - ملي سرتيون سيگهه مان!
۷- ستين ٻجي سک مان- ڪريان پر پوءِ ڪي ته پڪار
سڏ اونائي سيگهه مان- مونکي سمجهي پنهنجو يار
ڏين ستگر ديدار - ميلو ڪريان منثار سان!!
۸- اٺين ٻجي صبح جو- ڪريان وارث ہ واسو
په پڇائي پريم جا - ڪيم ڪم خاص
ڏنائون دلاسو- ڏنهنجو انگ لکيو ڪرتار سان!
۹- نائين لڳي صبوح جو مان نکري ٿيس نروار
هلي آيس اُمنگ سان- داتا جي دربار
پوءِ سنيري هلياسين سيگهه سان -
سڱر ڪرڻ باڙ
ڏيڻي هٽ هٽ ہ هليا- هٽي هوُ هوُ جي هٽ
مور ديل ساڻ هلي - هٽي ڳلن جي ڳ

# "هڪ کان ٻارهين تائين"

۱- هڪ لڳو دل دانهن ڪئي -
دکيا دونهان دردن پريا
آيو موهن ماڳ نه تي - پيئڙ پياڳ وريا
ڏسي نيڻ ٺريا- پسين پنهنجي پرين کي!

۲- ٻه لڳا آيو ٻاجهه مان- منهنجي ڀڳڙ ورتي ٻانهن
ڪيائون اِشارو عشق جو- اُٿي جاڳي ٿي سجاڳ
ماڻج پنهنجو ماڳ -
نه ته ويل وڃئي ٿي گذري!

۳- ٽي لڳا ته ته ڪري - اَچي خاوند ڪالا ڏيو
ٻڌ ٻولي ٻاروچل جي- موڪي صاحب سمجهايو
اکيون آندر ڪري ڏس - عاشق ڪيئن آيو
جنهن اَچي پسايو - پاڻ مون داسي کي!!

۴- چار لڳا آيو چاهه مان- ڏنائين چمڪو چؤذاري
پڇيم پئي پيار مان - ڪيئن ڏنئه ڏيکاري
لري اِئين ڪيئن لاڏ مان- آئين موهن مراري
آن وچان ٻاهاري- سنگر تنهنجي درس تان!

۵- پنج لڳا پرڀات جا- ڪيم پريو کي پڪار

۵۱- هردم ويهج گود گرن جي- تہ دکرا ٿيندءِ ڏور
سکن جو سمنڊ اُٿئي ستگر- کري دکرا کاڻور
اُٿئي پريو پرپور- پري ہِڪ ڏٺي پندار مان!

۵۲- پائي گيان گرن کان- متائي اَنڌيرو اگيان
سَتُت رهہ اندر ۾- چِڏ اجايو اَيمان
لهہ آنند اندر ۾- ساکي ٿيءُ سجان
داسي چڙهي نرباڻ- الک پد اواڇي!

۵۳- وٺي گس گرن کان- ڏس پاڻ ويچاري،
رهہ نيارو نپ جيان- چِڏ ممتا کي ماري
داسي ڦوُل پاڙي- آنند پاءِ اِندر ۾!

۵۴- گنگا جل سنان سان- ٻاپ ٿين سڀ ناس
روڳي مريض دکي پڻ- وڃن حڪيمن پاس
سَنت سما گم هري ڪٿا- ڪٽي چوراسي ڦاس
داسي ٿيءُ نہ اُداس- ڳون رهہ سائينءَ جي آسري!

۵۵- شرڻ رڃي شهنشاهہ جي-
پنهنجي مزي کي ماريان
ريهي پنهنجي وجود ۾-
شل گهر پنهنجي ۾ گهاريان
اَهڙي ورتي واريان- جو پسان پنهنجو پاڻہ!

وڃي انحد شبد ڳايان- ماڻي تہ ساڻ سنگتسان!

۴۶- جنهنڪي ڏيان ڏاڍيءَ جو- تنهنڪي پيو نہ سيبائي
ڪٽي ڏئيس آنبار - تہ بہ من نہ وڌائي
وقت نہ وڃائي - هن مانش واري جنم جو!

۴۷- دل ڪسي ڏارو هٽي - منهنجا خيال ويا ڪٽي
هٽي ڏکيرا تير- ڏنائون محب مٽي
هاڻي جيڪا آهہ ٻٽي- ڏسٽي پوندي ڏيهہ ۾!

۴۸- اڇيٽي جيڪا سامهون - تنهنڪي ڏسي نہ ڏر
ٻٽيءَ تي راضي رهي - ڳولهي لهہ تون گهر
سڪ سند و سور- ڪٽي هل تون پاڻسان!

۴۹- د وارڪا جو داتا - آيو مترا منجهہ
گڏي گوپ گوالرا- ڪيائين گڏ گنج
هاڻي هوت وهاريم هنج-
ڏي گود ڏو گوبند پنهنجي!

۵۰- جي گناسين هن گود کان-
نہ ڪيٽن ماڻيندا سين پنهنجو ماڳ-
جي ڇڏ يندا ڇوري ڪري-
نہ ڏي پونداسين ڇڙواڳ-
جنم جنم تان نا لهي!
آهڙو دل

ٻي ٽيان مستاني -
جو مشڪان ڪشڪان ڪينڪي !
٤١- سائين ڏي سنگت- پنهنجي پيارن جي سدا،
پاڻيهي ملندي تن وٽان- مونکي سمت سگت،
ننگ سچائي پنهنجو- پاڻيهي رکندا پت،
موقعي تي ڏيئي مت- ڳڌ ڳڌيندا ساڻ مون!
٤٢- منهنجي نيڻن منجهه نُور- ڪيو پرينءَ پڌرو
هردم ڏسان اُنهن کي- پنهنجي اندر پرديو پربُور
ڪيي ڪلپت ڪوڙ-
وڃي سانگ رچايان سانگين سان!
٤٣- ٻُوندون ٻوهه سنديون -
منهنجي صاحب وسايون
هلي آمر پد پايون - ملي پنهنجي هوت سان!
٤٤- ڏسي پنهنجي ڏيل ۾- ٽون ٻاهر ڀاڳ نه ڪيو
رڏي رهه ٽون روح ۾- ڪولي ڳيان جي ڳنڍ
پوءِ پائي آمر پد - ڏيندينءَ ڏس ٻين کي!
ٻيڪي سڪ سنسار جا- سي ڪوُڙ ڪري ڄاڻيان
۽ ڪنهن سک پاٿو ڪڏهن -
نه مان ئي سک پايان
۔ واڳ- وڳراڳ جي ۔ اِهو ناد وڄايان

٢٩- وير ٿي واجهاءِ - ڪٿي تنهنجا سپرين؟
گهري ڏس تون گهٽ ۾ جتي تون مان نانهہ
تڪا تير هٽي ڪري- تون اوديا پردو ڀاھہ
دل ۾ تنهنجي آھہ- ديرو تنهنجي دوست جو!

٣٠- ڇڏي ٻي ڇڪتاڻ - ڏس اصلي آھين ڪير
ڪُوڙ ڪچايون ڪيڏي ڪري -
ڀاھہ اوديا جو ٻير
ٻختوركين تون پير- جنهنسان پسين سپرين!

٣١- ٻڌي ٻولي ٻين جي - ٻاهر ڪين واجهاءِ
اکريون اندر ڪري- ڏس دوست سندي جاءِ
ڇني پيچ پنجن سان- تون لنو لاڻ سان لاءِ
اهڙي جهاتي پاءِ- جو پسين پنهنجو پاڻکي!

٣٢- هوت جني جي هنج ۾ سي شاهن پٽ شاھہ
ڪرپا ڪن ڪنگالن تي- پاڻ آهن بي پرواھہ
دل اُٿن تہ درياھہ- ڇوليون ڏين پيا ڇوھہ مان!

٣٣- ڪريان ديدار تن جو- جيڪي آهن چٽ جا چور
ڏسي نيڻ نرن پيا - جيڪي آهن من جا مور
اهڙي جوڙين جوڙ- جيئن جوڙي ڪن جواهري!
جي چاھين فقير ٿيان - تہ فڪر سڀيئي ڇڏ
اِنہ عشق اڙاہ ۾ - تہ ڇڏ يئي گڏي گڏ

رت روحاني رات
۲۵- پاڻ چاهين پرينءَ کي نہ رهہ روحاني رات
ڇڏي پرائي تات -
نہ داخل ڪندءِ پنهنجي ديس ۾!

۲- ٻاهر ٻيون ڪيئي ٻئي ڪري -
ٽون اندر ڏيون ڪيئون ڪول
آهي ڪامل تنهنجي قول -
ڪيڏي ڪرامات تو ڪري!

۲۶- جوڳين سنڌيءَ ذات جو- اُٺم ايهو ارمان
ٻاڙون پٽي پاتال مون- لا ٿائون پنهنجي لام
اهو ڪيائون انجام-
توکي پهچائيندا سين ديس اڳم ۾!

۲۷- جوڳين سنڌي ذات جو- اُٺم اِهو ارمان
ڪيٿن لا ٿائون لڙه پنهنجي
ڪيڏي ڪوڙا ڦام ڪلام

ڪيائون اهو انجام-
توکي پهچائيندا سين ديس اڳم ۾!

۲۸- جيڪي ڪاڻ ميوا هن باغ جا- سي آهن باغ بهار
منجهن نہ ڪنهن مونجهہ ۾ نہ اُٿن چنتا چاهہ
نہ ڪانٿن خوشيون اُنهنڪي- نہ ڪو وڏائي ساڻ
ڪري دوُر اپمان - داس ٿيا داتا در جا

هاڻي جڏي ڳوڙ سنسار-
ڳاريندِيس پنهنجي ڳوڙ سان!
١٧- ماري من مواس کي - گهر پنهنجي ۾ نهار
پسي نت پتار - ادب سان آزي ڪري!
١٨- مانش جنم پائي - جن ماڻيو هيءَ ماڳ
وڃي وات وڏا ڳڀ جي. ڪڏي سرت سجاڳ
جن ماڻيو نت سبا ڳڀ - مليو محب تن کي!
١٩- جڏهن آتم تيرٿ ۾ - لڳائي ٽبڪي تو ٻو ٻڏي
محبت جا موتي چٽي. ڪڍي مون جهول ڀري
مليو مون تہ ڏٺي. ڏٺو پنهنجو مون پاڻ ۾!
٢٠- پڻي پاڙون باتال مان - " آءَ هماري پاس "
ڪياڻون داسن جو داس - ويهہ سنتن وچ ۾!
٢١- ڇهہ اٺارهان چار - ٻڌ واڻيءَ ڪان پري
گهري پنهنجي گهٽ ۾. ٿي سجاڻ، ڳات ڳوري
ٿو کهڙي ڪار ڪري. پنبڻين پلڪن ۾ رهي!
٢٢- جي اٺئي چاهہ پسڻ جي. تہ چانڻ ويهي چم
ٻوءِ باٻهن لوڏائي گهر. لوڪ ٿسي ٿو ڪي هسي!
٢٣- جتي اٺئي گهرج گهمڻ جي -
تہ گهوڻ گهٽ ڪولي گهر
چرڻ ويهي. چم - ڏاتر سندي ڏيہ ۾!

غوطو ڪاران غئب جو - لهان لال لڏي
رهان شال ڪڏي - ستگر سند ري ديش ۾!

٥- هيم آتش اندر ۾ - منهنجي پريتم ڪئي پوُري
لٿم درد دل جو - مليو نوُر نوراني نوُري
منجهيل ڳنڍ کلي پيئي - ٿي محبت منظوري
رهي سڪ سوري - پريتم جي ته پيار سان!

٦- ٻلهار وڃان ستگر تان - جنهن ڪيو مونکي آباد
پل ۾ ڏي بخشي مونکي - منهنجو من ڪيو آزاد
ٿي دل منهنجي شاد - ستگر سندي نام تان!

٧- ناگن ڪين نوايو - نانڪ نوايو نينهن
ڪي جهاڳين ڏينهن - ڪن کي پلڪ ۾ پرچو ٿيو

٨- ستگر سمجهائي ڏنو - پتر و مونکي پريم ج
آز غئبي اندر ۾ - وهي درياه آيو
هاٿي گرمڪ غوطو کائو - ماٽي مؤجون ما ڳي جون

٩- پيتو مون پريم پيالو - چڙهي خوب خماري مون
جاچي ڏٺم جيءَ ۾ - رهيو نه مون، نه تو
هلي هوُ نگار هوُن - يڪتارو آندر ۾

١٠- درشن ٿيو دادار جو - منهنجا دک ٿيا سڀ دو
پڳونت مونسان پال پلا يو - ڪيڏي چڏيائين ڪوُ
مليو نوراني نور - آنند ٿيو آندر ۾

غوطو کاوان غمّ جو - لهان لال لڏي
رهان شال ڪڏي - ستگر سند ري ديش ۾!

٥- هيم آتش اندر ۾ - منهنجي پريتم ڪئي پوُري
لئم درد دل جو - مليو نوُر نوراني نوُري
منجهيل ڳنڍ کلي پيئي-ٿي محبت منظوري
رهي سڪ سوري - پريتم جي تہ پيارسان!

٦- بلهار وڃان ستگر تان- جنهن ڪيو مونکي آباد
پل ۾ ڏي بخشي مونکي- منهنجو من ڪيو آزاد
ٿي دل منهنجي شاد. ستگر سندي نام تان!

٧- ناگن ڪين نوايو - ناٿ نوايو نيڻهن
ڪي جهاڳين ڏينهن-ڪن ڪي پلڪ ۾ پرچو ٿيو!

٨- ستگر سمجهائي ڏنو- پٽرو مونکي پريم جو
آز غمّبي اندر ۾ - وهي درياه آيو
هاٿي گرمڪ غوطو کائو-ماٿي مؤجون ما ڳہ جون!

٩- پيتومون پريم پيالرو-چڙهي خوب خماري مون
جاچي ڏٺم جيءَ ۾. رهيو نہ مون، نہ تون
هلي هوُنگار هوُن - يڪتارو اندر ۾!

١٠- درشن ٿيو داتار جو- منهنجا دک ٿيا سڀ دور
ڳونٿ مونسان پال پلايو- ڪيڏي چڏيائين ڪوُڙ
مليو نوراني نور- آنند ٿيو اندر ۾!

پرولي نت ڪوري-
پچند يس ويهي پريم سان!
پڙه اکر پريم جو- ٻي پوٿي پڙهه، نه پڙهه
ماڻهج دوست سندو در-
جتي ٻهچين پار پرين جي!

## "آنند"

آيون اِندريون آنند ۾- من ڪري ٿيو گلزار
ڪئي ديو ديوتائن ٻيءِ- آهي گل گل جي وستار
ڪٿان سواس سورو مان- ڏيانس تنهنجوئي آڌار
وڃي پيتو پار- ٿري پنور غنا مان!
٢- جو پيتي پيالو پريم جو- سوئي آ مستان
آچي ڪين اُنهي کي- اندر ۾ آيمان
پلي ڪين پرم ۾- ڪڏهن هوُ پڳوان
ڏري دل ۾ ڏيان- اُنئي ٻهر اندر ۾.
٣- صاحب سندري درتي- اديون آيس ٻير پري
جاڏي داسي پنهنجي- شل مالڪ مهر ڪري
ڏسي سنگت نري- هن لاهوتي لقاءَ کي!
٤- سنگر سڪ درياهه ۾- مان ڏيان شال ٿبي

ميلو ٿيو محبوب سان -
منهنجي سرت ٿي تہ سجاڳ،
وٺي وشين کان وئراڳ- شل پوان پاس پرين کي!

٥٢- دکن دونهان درد جا -
منهنجون رڳون پيون تہ رڙن
درشن لاء دوست جي-
منهنجون تنتون پيون وڄن
ائين پيون گرجن. جيئن بادل گرجي برف جيان!

٥٣- وڄن وئراڳين جا - پڏا جن ويهي
تنئل پاڳ ٿن جا. پيا جهٽ نهي
دک درد جنهن جا - ويا ٿن لهي
ويا وئراڳ ڏيئي- گوليءَ کي گلزار ڪري!!

٥٤- لڳو آگ عشق جي. اڌيون بجهائي ڪير؟
سنسار تہ ساگر آ- ۽ چڙھ گند جو ڍير
پيئان پڪ پريم جي- منهنجو صاحب شمشير
رکان پختو پير. لاتو جي لنو لاهوتين سان!

٥٥- لڳي تار ٿن ۾- مونکي جيءَ اندر جهوري
لڳي جا لنو لنو ۾- مونکي ٿن جي لوري
ڏيندا تہ چيو ۾- آديون هيءَ چوري

ا— دل ٽي دلبر لاءِ - منهنجي دم دم دانهو

ڪڏهن ملنديس محبوب سان-

منهنجي رڳ رڳ پيئ

آءُ ٻه ٽي پيرپيري- ڪرميلو مون مسڪ

ا— صاحب ٽنهنجي در ٽي - داسي ديو

مهر ڪري مسڪين ٽي- خالي جهو

آهڙو ورق وراءِ - رکي اکيون ا

ا— درد دکايو دل کي - مونکي برهه

سرندو سٽائي پريم جو- مونکي ڪيا

ڪامل مونتي قرب مان- ڪيئن ڪب

سدا وجان ٻاهار- صاحب سند ري

ا— جي پلو چاهين پنهنجو- ته جاڳي ٽي

ماڻج پنهنجو ماڳ-

نه ته ويل وڃيئي ٽي ڳذ

٠٥— جي پلو چاهين پنهنجو- ته ويهي ڪ

جاڳي جوش مان- ڏس عجب

ٽنڊ نه ڪر ايڏي منا- ٽيءُ نه ٽو

پائج سهڻو هار- ته ميلو ٽئيئي محب

١٥— دکن دونهان درد جا- ٻري آند

پيهي ڏس ڏون پاڻ ۾. ڪيئن آڇيئو پريتم پاڻ
رک ايها سچي چاڻ. گهري ڏس ڏون گهٽ ۾!
٢١- داتا تنهنجي در تي - آڄ ليلان وڪاڻي
درشن بنان داتا تنهنجي. وڃي آن ٿئو باڻي
هاڻي صاحب سڃاڻي -
شل پيهي ايندين پاڻيهي!
٢٢- ليلان لک هزار. گهوريان پنهنجي گهوٽ تان
سهي ڪياءِ صاحب. جاڻي پنهنجو پيار
هيرا لعل جواهر. ڳولهي ڏنا جنهن قرب سان!
٢٣- ستگر تنهنجي سڪ ۾ تي سنگت پڪاري
راڌان رڙي تي روح ۾. تي پل پل پاڪاري
ڪٽي نيڻ نهاري. آڇي جاءِ جوڙج جيءَ ۾!
٢٤- موهن تو مؤج سان. ڪيئن وڄائي مرلي
سڏ ڙا ڪري سڪ مان. ڪيئن راڌان سڏائي
وڙي ڪيئه جدائي. تولاءِ ڦران ٻمرا ڳڻ بن ۾!
٢٥- آڇي منهنجي اندر ۾. اڏيون عاشقن اوطاقون
جيءَ جلي تو جوش ۾.
ڏنائون درشن جنهن لاڪون
ڪاڻ بيٺڻ سي زهر ٿيو. لڳوجيءَ اندر جادو
ڏينهان ۽ راتيون. تات تہ آهي پرين جي!

ڏٺي الِيو سمجهايو. اڇڻ مانش جنم جو
۳۵- جا ڳيو جن جي جيءَ ۾- جوش جوڳين لاءِ
ڪائڻ ٻيڻڻ سپ زهر ٿيو- سک سنسار جو بار
ڏسن هر هر دُنار- ستگر سنڌو دل ديش ۾!
۳۶- اوڏيون درد نه منهنجي دل ۾ اهوئي آهي
پسان ڪيئن پرينءَ کي ناهه اهو ناهي
وهان لنو اپيا لائي- راتيان ڏينهان روح ۾!
۳۷- راتيان ڏينهان روح ۾- درد ايهو آهي
ٻچان پيه پرين جا ڪيئن رام ريجها
ڏسن جيڪي وچن - سي پاءِ ۾ پساءِ
منهنجي دل دکي آهي-
درشن ڏاران ناهي ننڊ نيڻن ۾
۳- مرجهن ڪرجهن ڪينڪي- جنهن جي پاس پرين
هڻن تبي ته نه ڪري- پون سي نه ڪري
ڏسن ڪهاڻ ڳهري- پنهنجي اکين پاڻکي!
- ستگر ننهنجيءَ سڪ ۾- مان سڙي ٿيان خاڪ
ملڻ ڪاڻ موهن جي- منهنجي اندر رهي فراق
هاڻي آڇي اڏينم اوطاق-
جانب منهنجي جيءَ ۾!
ليلان پنهنجي لعل سان- ڪرنون روح رهاڻ

درد دکایو دل ۾- ٻرھہ کيو بيزار
جلند و ھرد و ٿار- مہر کري مسکين تي!
۱۹- ليلان جدا ٿي جانب جي- تہرکري پانيان
کائڻ پيئڻ سپ زہر ٿيو- گوندر منجھ گھاريان
د م د م سکان ساريان- سپ جيان سمنڊ ۾!
۲۰- ليلا ن درد دلبر جي- کيم ڏاڍ و ھيٺو،
سچڻ سائين آچي کو- پاڻ وجھي ڦيٺو،
مارگہ آئي جويٺو- نہ تہ لنگهي پوان پلک ۾!
۲۱- ليلان سھڻيءَ صورت لاءِ- پل پل ۾ پريشان،
د کائي د ونھون د رد جو- کر من کي تہ مساڻ،
تہ زارين سان آسان- آچي رانول ويھي رو ح ۾!
۲۲- ليلان مايا لک کروڙ- ٽوڙي کرين قربان
ستگر کي سر ڏنئي بنان- پائين نہ پد نرپاڻ
پوءِ لنگهي کر آسان- چؤراسيءَ جي چکر مان!
۲۳- ليلان بنان ستگر جي- حيلا کرين ھزار،
جپ تپ ورت نيم- کرين دان بيشمار
جي ريجھائين گرو ھکوار-
تہ پرچو کرائين پلک ۾!!
۲۴- ليلان نينھن نانگ جي- وڏ م نھوري،
حلي جيءَ عشق آگ ۾- جنھنجي وچوڙي

٦ـ ستگر ڏنهنجيءَ سڪ ۾- مان ڏري شال وڃان
مهر ڪريو مسڪين تي- تہ پيرو ڪين پڇان
هر هر آڇان وچان- دانا ڏنهنجي در تي!
٧ـ ستگر ڏنهنجيءَ سڪ ۾- مان مري ٿيان شل ماد
ڀڏي وڇن ڏنڊيرا- ڪريان دلڙي شاد
رهي من آباد- سدا ڏنهنجيءَ سڪ ۾!
٨ـ ستگر ڏنهنجيءَ سڪ ۾- گهوي گڏيءَ ۾ گهاٽو
راتيان ڏينهان روح ۾- اٿم اهسو او راٽو
سڪندي ڏو لاءِ سال ٿيا- ٿيو مزو ويگاٽو
شل مڇان مٺو پاٽو- مالڪ ڏنهنجيءَ مهر جو!!
٩ـ ستگر ڏنهنجيءَ سڪ ۾- لڳي جيءَ اندر جهوري
دکيا دونها درد جا- آهي لنو لنو اندر لوري
هاٺي جلدي آءِ بوڙي- خاوند مونوٽ خير سان!!!
١٠ـ ستگر ڏوکي سڪ مان- ٿي سنگت پڪاري
راذان رڙي ٿي روح ۾- پيئي پل پل ٻاڪاري
ڪٽيونيڙ نماڻا نهاري- اچي جاءِ جو ڙائج جيءَ ۾!
١١ـ ستگر ڏنهنجيءَ سڪ ۾- مان وتان ويگاٽي
ڪانڻ پيئڙ سي زهر ٿيو- وٽي آن نٺو پاٽي
هاٺي صاحب سڃاٺي-
اچي ميلو ڪر مسڪين سان!

# "عشق ۽ برهه"

١- اندر ٿو اوڙاه ٻري - اَديون عاشقن جـ
ٻُوندان بره جون برسن - ڏسي من ٺري
من مالڪ مُونکي وري - ديرنه لائي هڪ دم جي!
٢- باهه برهه جي ٻري - ٿي راتيان ڏينهان دانهن ڪري
هر هر اندر وري - ڏسي پيشاني پرينءَ جي!!
٣- درد وندي در آهيان - ڏي درشن داتار
مهر ڪر مالڪ مونٿي - وڃن سڀ وڪار
جاڳي پنهنجو پيار - ديا ڪر داسيءَ ٿي !!
٤- ستگر تنهنجي سوز ۾ - ٿو جان جگر ڳري
آئم اُميدون اندر ۾ - ته ايندا مهر ڪري
ڏيندا پنهنجيءَ ٻاجهه سان - مهرجي مٽ ڀري
من گوليءَ ڏي وري - رکندا هٿ مٿي تي
٥- آءُ ته اوريون ٻاٽڙيم - منهنجا موهن مٺا منٺار
راتيان ڏينهان روح ۾ - وڄي تنهنجي ٻَئي ستار
آنڌي ڀر اندر ۾ - ڪريان تنهنجي رڳو ويچار
جي اڃين مٺا هڪوار - ته ميلو ڪريون ٻاٽڙيم!!

سنگت کي قرب ۽ پيار ڏيندا رهندا آهن، ميلا پنڊارا لڳائيندا آهن غريبن دوکين جي سنڀال لهندا رهندا آهن. اُنهن جي لڳايل باغ کي پريم جو پاڻي ڏيئي سر سبز بنائيندا رهن ٿا.



شانتي پرڪاش صاحب به پنهنجي منڊليءَ سان اچي پريمين کي وچن ۽ درسن روپي امرت پيئاري ڪرتارٿ ڪندا آهن. هن ميلي ۾ عام پبلڪ، مرد، مايون، ٻار ٻچا اچي ميلي جو لاڀ وٺندا آهن - ٻيا به ڪيترئي ساڌو درويش اچي وچن ٻڌائيندا آهن.

ماتا ليلاوتي صاحبن پنهنجي جيون ۾ ئي ماتا وسي ٻائيءَ کي پنهنجي سنگت سامهون ظاهر ڪيو. ماتا وسيءَ کي آديش ڪيائون ته ست سنگ جي موج مچائيندي رهجانءِ ۽ ڪهڙي به حالت ۾ پيئڙن ماتائن جو ست سنگ بند نه ڪجانءِ. اڄ ماتا صاحب جي آسيم آسيس ۽ پريرتا سان هنن صاحبن خزاني والي رستي تي "ماتا ليلاوتي ست سنگ ڀون" ٺهرائي ست سنگ جو ديپاڪ چالو رکيو آهي ۽ پنهنجن مٺڙن آتيوي وچنن سان پريم پيالا پيئاري سنگت جي سارلهي رهنمائي ڪري رهيا آهن.

ماتا وسي ٻائي به نماڻي مورت آهن پنهنجي گرو مهراج جي نقش قدمن تي هلي

سوپيا وڏائيندا آهن ۽ صبح شام پنهنجي وجنن روپي وركا كندا آهن.

جڏهين ماتا ليلاونتي صاحبن چولو ڇڏيو، تڏهن پهرين ورسي سوامي سروانند صاحب پريم پرڪاش منڊل وارن جي منڊلـي اچي ست سنگ كيو. جيستائين سوامي سروانند صاحب حيات هئا، اهيئي اچي هرسال ورسي جي سوپيا وڏائيندا هئا. جڏهن ست سنگ پـون لاءِ پلاٽ ورتو ويو تڏهن پهريون لپو سوامي سروانند جن كان هٽايو ويو.

جڏهن پهريون پلاٽ ورتو ويو ۽ دربار نهرائي تڏهين ٿوري وستار ۾ ٺهيل هئي. ڏيري ڏيري ماتا ليلاونتيءَ جي آسيس سان ۽ ماتا وسي صاحبن جي لڳن سان اڄ عاليشان مندر تيار ٿيو آهي. ماتا ليلاونتي جن جي من موهيندڙ مورتي ستاپن ٿيل آهي. سنگمرمر جو بلند گنبذ آهي جنهن تي سونو كلش چڙهيل آهي، جنهنكي دورن دورون خاق درشن كرڻ ايندي آهي.

بريم پرڪاش منڊل جا پوڄيه آدرڻيه سوامي

سندن دل جان سان سيوا ۽ آڳيا پرهوندي هئي) پڇيائون ته اَڄ گهر ۾ ڪو براهمڻ يا شراڌ آهي ڇا ؟ جنهن ڇين ته نه اَمان اَڄ تٿ خالي آهي. آڳيا ڪيائونس ته مارؤ راڳ ٻڌاءِ. تنهن شروع ته ڪيو پر سڀ وسري ويا ڪونه هوس تنهن ني ماتا صاحبن پاڻ اهو گيت ڳايو ۽ پوءِ ڏن ۾ سن رهيا.

صبح جو جن پريمٽين جو نيم هو سو اچڻ لڳيون ۽ ماتا صاحبن جي طبيعت يلي ڏٺي. قريبن ١١ بجي ڏاري باسبي مان سندن گرن ماتا لڇمي صاحبن وٽان آسيس جو فون آيو ۽ اُهو پڙلا ۽ سندن ڪنن تي پيو ڪڏهن هڪدم اکيون کولي پنهنجي نوراني نظرسان سنگت ڏانهن نهاري عجيب جوت جو چمتڪار ڏيکي پنهنجي سرت شبد سان جوڙي پنهنجاپراڻ دسوين دوار چاڙهي پنهنجي اِڇا سان جوتي جوت سمايا.

هوڏانهن اُس لڳي هئي هوڏانهن زور سان رسات پوڻ لڳي. ڏسڻ جهڙو نظارو هو. سندن ولي نوراني وئي. سهاڳڻ ياڳڻ سيني تي

ڪرايائين. آپريشن ته ڪاميابيءَ سان ٿيو پر آواز بند ٿي ويس. ڪيترو وقت اها تڪليف هيس. اصل ڳالهائي نه سگهندو هو. ڊاڪٽرن جو رايو هو ته سندس گلي جو آپريشن ٿيڻ کپي. ڊاڪٽر ماتا صاحبن کان آسيس وٺڻ آيو ته سياٽي آپريشن ٿيندو ماتا صاحبن گلي کي هٿ گهمائي ڇيائونس ته ڇيڙڇاڙ نه ڪن، سڀ ٺيڪ ٿيندو. سياٽي کي اٿڻ سان سندس آواز کليل هو. آپريشن کان بچي ويو. اهڙي مهر سندس مٿان ڪيائون.

آخر ڪين هاءِ بلڊ پريشر جي تڪليف ٿي پيئي. ڪين ڊاڪٽر قيمت جي صلاح سان گهٽيءَ تڪليف ڪري ڪجهه ڏينهن لاءِ چڪاس لاءِ S.M.S. Hospital ۾ داخل ڪرايو ويو. بيماريءَ جو ته بهانو هو. پنهنجي درشن سان ڊاڪٽرن کي جهومائي ڇڏيائون. ڪيرالا جون نرسون ته مست ٿي پيون. ڪين صبح شام جو عرض ڪنديون هيون ته آرتي ۽ پرارٿنا ٻڌايو. نائي وارڊ ۾ مريض زالن جو ته ايندڙ وڃڻ لڳو رات جو پلنگ تان اٿي هرهڪ جي

ڪرايائين. آپريشن ته فتحياب ٿيس پر آواز بند ٿي ويس. ڪيترو وقت اِها تڪليف هيس، اصل ڳالهائي نه سگهندو هو. ڊاڪٽرن جو رايو هو ته سندس گلي جو آپريشن ٿيڻ کپي. ڊاڪٽر ماٿا صاحبن کان آسيس وٺڻ آيو ته سياٽي آپريشن ٿيندو ماٿا صاحبن گلي کي هٿ گهمائي ڇيائونس ته ڇيڙڇار نه ڪر، سڀ ٺيڪ ٿيندو. سياٽي تي اُٿڻ سان سندس آواز کليل هو. آپريشن کان بچي ويو. آهڙي مهر سندس مٿان ڪيائون.

آخر ڪين هاء بلڊ پريشر جي تڪليف ٿي پيئي-ڪين ڊاڪٽر قيمت جي صلاح سان گهڻيءَ تڪليف ڪري ڪجهه ڏينهن لاء چڪاس لاء S.M.S. Hospital ۾ داخل ڪرايو ويو. بيماريءَ جو ته بهانو هو. پنهنجي درشن سان ڊاڪٽرن کي جهومائي ڇڏيائون. ڪيرالا جون نرسون ته مست ٿي پيون. ڪين صبح شام جو عرض ڪنديون هيون ته آرتي ۾ پرارٿنا ٻڌايو.

زناني وارڊ ۾ مريض زالن جو ته اين چوڻ هو ته هوُ رات جو پلنگ تان اُٿي هرهڪ جي

آشرم کان ٻاهر رهي پنهنجي ڏوهٽن پوٽن
جا ڪارج منگل ڪرايائون.

مانا صاحب حڪمت جا مالڪ هئا. ڪين
آيورويدڪ ڪيترين دوائن جا نالا برزبان ياد
هئا. جيڪو پئسو ڪردواري ۾ ايندو هو سو دوائن
تي خرچ ڪندا هئا. گلقند عرق سرمو، دل
پڪي جون دوائون ۽ سور درد جا تيل مالش
لاءِ تيار ڪرائيندا هئا. پيڙهن کي گهرج موجب
ڏيندا هئا.

اڄ به اهو هو جو الوپٿي دوائون (ڪنگهه
سهڪي يا ڪن ٻين بيمارين) لاءِ به ڏيندا هئا.
حدا جو نور هو ڪرشمو هو نه ڄاڻان ته ڇو
درويش ڪير هئا.

ڪيترين غريب نياڻين جا ڪارج ڪندا هئا.

مطلب ته ننڍا وڏا غريب اميرسندن مان
سک حاصل ڪندا هئا.

جن جون ٻه ڪل هڏيون ڊاڪٽر به جوڙي نه
سگهيا تن کي هٿن پنهنجن سان مالش ڪري
ڪرو ڪندا هئا. نه صرف نه سنتان وارن
کي سال ڪانپوءِ اولاد بخشيائون ٻرسالن کان

اڇي ٻهتي آهي. سا پريمڻ پيرن تي ڪري پين ۽ چوڻ لڳن ته ڏاتر تـوهانجي هٿ ۾ سڀ ڪجهه آهي. منهنجي لڄ رکـ. هي ٻرڊ توڪي سنڀالڻو آهي. ايترو ٻڌي ستگورو مهراج شانت ٿي ويـا. پر پنهنجو بـرد رکڻ واسطي مهرمان پريمڻ جي مٿي تي ٻـٿي هٿ رکي آشيرواد ڪيائونس ته سدائين سهاڳڻ هونديءَ.

اها آهي ستگرن جي مهر. جو مکان ۾ جان ڦوڪي ڇڏيندا هئا. اهڙي طرح ڪيترن دوکين جا دکـ دور ڪيائون.

مانا صاحب استرين لاءِ هڪ انـوکـو مثال ٻڌيا. هوءَ سيٺ جي ڏاڍي سيوا ڪندا هئا. سندس لاءِ پنهنجي هٿن سان رسوئي ناهيندا هئا ۽ اڳيان ويهي روٽي کارائيندا هئا. منجهند جي وقت سيٺ آرامي ٿيندا هئا ته هو پنهنجي ٻچن ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. هو چوندا هئا ته هٿ ڪار ۾، دل يار ۾.

هڪڙي پيري رسوئي ناهي رهيا هئا. رسوئي ڪندي ڪندي ٻـه هنن جي ورني صاحب ۾ لڳـل هئي سو ويٺي ويٺي چون پيا "ڏيہ،

بجليءَ ناهڻ واري پريميءَ کي گهرايائون جنهن
اچي ڪري ڏاڍي سڪ پريم سان بجليءَ سان
سهڻي نموني سجايو ۽ ماتا صاحبن کان پڇڻ لڳو
تہ جنهن هيءَ پاٺ صاحب رکيو آهي سي مهاراج
ڪٿي آهن. ماتا صاحب جي اُنوقت ٻؤندي
ٿري رهيا هئا. پريميءَ کي چيائون تہ پهرين
پرساد کاءُ تہ پوءِ توکي اُهو مهاراج بہ ڏيکاريون
ٿا. پريميءَ پرساد کاڌو. ماتا صاحب چيس تہ
اسان هي پاٺ صاحب رکيو آهي. ماتا صاحبن
جي نوراني نظر ۽ جهلڪ ڏسي پريميءَ کي
ڏاڍي خوشي ٿي. ماتا صاحبن ۾ گهڻي شردا
اُنهن ٿي ۽ دربار جي اهڙن موقعن تي بنان
ڪجهہ ونڻ جي هميشه شيوا ڪندو هو.

جيڏن ماتا صاحبن پڙهہ ۽ ويساکيءَ تي پاٺ
رکندا هئا. سي هاڻي بہ هميشه رکيا ويندا آهن
پوڄا جي ڏينهن پيندارو ٿيندو آهي.

ماتا ليلا ونتي تہ ڪي اِلاهي عاشق هئا پر
ڪِنهن وِرلي اُنهن جي رمز سڃاتي. اسان تہ
ڪين. رواجي اِنسان سمجهندا هئاسين پر هُؤ تہ
خود خدا هئا. اِستري چولي ۾ هوندي ۽ گرهستا

مالڪ ٿيندينءَ ۽ گلي لڳائي چوندا هين ته تو
اسانجو پرهلاد پڪت آهين.

هڪ دفعي ماتا ليلا وتي پنهنجي گرن کا
آگيا وٺي ڪٽنب سان گڏجي تيرٿ ياتر
ڪرڻ لاءِ نڪتا ته پنيان هندستان پاڪستان
جو جهڳڙو ٿيو. اهڙي حالت ۾ هؤ وري سن
۾ واپس ڪونه ويا. ڪيرت ياترا ڪندي جٻپو
شهر ۾ اچي ٻهتا. ۽ ڪشن پول بازار نمڪ منڊيءَ
۾ اچي رهيا. ماتا صاحب پنهنجي گروءَ مال
لڇميءَ کان وڇڙي ڏاڍو اُداس رهڻ لڳا. آخر
پتو پيين ته ماتا لڇمي جن بمبئيءَ ۾ ٻهتا آهن.
سوئي هنن کي درد پريون پترڪائون لکڻ
لڳا ۽ گهر ياڻين جي موڪل سان گرو مهراج جي
درشن لاءِ بمبئيءَ ويا. اُتي وڃي پنهنجي دل
جو سڄو حال ورڻن ڪيائون ۽ اُنهن کي عرض
ڪيائون ته ستسنگ کان سواءِ اسانجو من نٿو
لڳي ته اُنهن آگيا ڏنن ته گهر ۾ ئي ستسنگ چالو
ڪرءِ اسانکي هرد ۾ ساڻ چاڻ. سو گروءَ جي آگيا
پائي جٻپور ۾ اچي ست سنگ منڊل ٺاهيائون
جتي روزانو ست سنگ شروع ڪيائون. هنن

۾ مست هـونـدا هئا. سند ن سيٺئي ننڍا وڏا
ٻار کين ادب ۽ عزت سان ڏسندا هئا ۽ هرڪارج
۾ ڪانئن صلاح وٺندا هئا. نرليپ رهي ٻه اهڙا
سياڻا هئا جو سندن صلاح سيٺئي گرهڻ ڪندا
هئا ۽ ڪين مهڻ لڳا. گرهست ۾ رهندي ٻـ
ڪنول گل جيئان نيارا ٿي رهيا. دنيا جي نظرن
۾ سهاڳڻ ڀاڳڻ ٿـي رهيا. گرهست جـو بورر
وهنوار ڪندي جتي ستي ٿي رهيا.

ماتا صاحبن جي نـام ۾ ايتري لڳن ڏسي
هڪڙي ڏينهن سيٺ ڪين چيو تہ هتي ماتا
لڇميءَ جي دربار آهي. هل تہ توکي درشن
ڪرائي اچون. ماتا صاحبن جو تہ ننڍي هوندي
کان ئي نـام ڏانهن لاڙو هو، سو ڏاڍا خوش ٿيا
۽ هڪدم تيار ٿي سيٺ سان گڏ جي ماتا لڇميءَ
جي درشن لاءِ ويا. درشن ڪرڻ سان ئي جڻ
ڪين روحاني طاقت ملي ويئي. من ۾ ڏاڍو
خوش ٿيا ۽ دل ۾ چـوڻ لڳا تہ جنهن پورڻ
جوڳيءَ جي ڳولها ۾ هئاسين سيئي اڄ اسانکي
ملي ويا. جڏهن ستسنـگ سماپت ٿيو تہ ٻنهي
اٿي ماتا لڇميءَ کي متو ٽيڪيو. انهن پڇيو تہ

پنا گهر ۾ ئي کين پڙهائڻ جو بند وبست ڪيو،
هنن صرف گرمکي اکر ئي سکيا ۽ پنهنجيءَ
مستيءَ ۾ مست رهندا هئا.

هڪ دفعي گهڙيءَ ننڍ مان ڇرڪ پري اُٿيا
تنهن تي سندن ماتا کانئن پڇيو تہ بچا، ڇا
آهي؟ ماتا کي جواب ڏنائون تہ اڄ اسانکي
ڪنهن جوڳيءَ جاڳايو آهي ۽ اسان جي مٿان
آسيس جا هٿڙا رکيا اٿائون. ماءُ کي چيائون تہ
امان، اسان هاڻي اُن جوڳيءَ کي ڪيئن ٻہ
ڪري ڳولهي لهنداسين.

اڳي جيئن تہ ننڍي هوندي ئي شاديءَ
ڪرائڻ جو رواج هو تہ سندن مائٽن کي بہ کين
شادي ڪرائڻ جو ويچار ٿيو. ١٢، ١٥ سالن جي
عمر ۾ جيڪب آباد جي مشهور زميندار سيٺ
منگهن داس سان شادي ڪرائي ويئي. سيٺ
جون ٻہ شاديون ٿيل هيون، جنهن مان
هنکي ٻہ ڏيئر ۽ ٽي پٽ هئا. اُنهن ٻن جي
سرڳواس ٿيڻ کانپوءِ هيءَ سيٺ جي ٽين شادي
هئي. ماتا صاحبن ۽ سيٺ جي وچ ۾ عمر جو
وڏو فرق هو. سندن کان وڏا بہ ڏيئر ٻہ ناٺي

۱- ليوڙي سيس نوايان، تن من پيٽ ڌري
موهہ ممتا کي ٽياڳي،
آيسن پير پري - هري اوم جئہ ......
۲- آرتي ٿاهي ڏور ب ڏڪائي جهل مل جوت ٻري،
پاڙ منجهان آنہ پوڳ لڳايان،
هٿ ۾ چنور جهلي - هري اوم جئہ ......
۳- ست چت آنند روپ اوهانجو ڪڏ هين نارسري،
سهڻي صورت مهڻي مورت،
ويهان ڏيان ڌري - هري اوم جئہ ......
۴- جيڪي شرڻ اوهانجي آيا، ويڙا سڀ سڌري،
نام سندو رنگ لڳائي،
تن کي پوسا ڪرپار ڪري - هري اوم جئہ ......
۵- نام دام ۽ صدق صبوري، ڏيندا مهر ڪري
داسي ۽ کي آهي آس اِهائي
درشن دان ڏئي - هري اوم جئہ ......
چنڊ:-
طبلا باجا شنک ستارون سُرسان ساز وڄايان تي
ڪنگو ڪيسر ڏوپ ديپ سان تنهنجي آرتي ڳايان تي
پريم سان گل ڦل آڻي ستگر توتي پيت چڙهايان تي
رسو ڀڪار تون پاڙجي پيتا جئہ جئہ ڪار منايان تي

## ڀڄن (٩)

ستگرجي سهڻي صورت هردي ڪمال ڪيو،
هردي ڪمال ڪيو، منڙو بيحال ڪيو.
١- منڙي ۾ آيو مالڪ، خلقت جو آيو خالق،
سرت سان صاحب اچي هي حوال ڪيو. ستگرجي....
٢- ستگر جو درشن ٿيرو، منڙو مون پرسن ٿيرو،
هردي منهنجي ۾ اچي پريم جمال ڪيو.
ستگر جي....
٣- ستگر ڏنو مون ڏاڻ، ڪيائون مون من پروان
ڪيو مون سر قربان ستگر ديال ٿيو. ستگرجي ...
٤- مليو آ مانش چولو، وڏو آ پرمن پولو،
ڪڍيائون روح مان رولو چيتن چمتڪار
ٿيو. ستگر جي....
٥- ٻڌي مان هٿڙا بيٺي، ڪريان ٿي عرض ويهي،
دل ليلا وٺي ڪولي اهو اظهار ڪيو. ستگرجي....

## ڀڄن (١٠)

سچي سمجهه سکو سهڻي رمز سکو
منهنجون پياريون،
هٿي ٻڌجو لوهان پاڳ وار يون.

ليلاونتي آ وڏ ياڳي،
رهان ٿي خوش هميشه مان.

(٧) ڀڄن

طرز - پرڀاتي.

ميري من.گر بن ڪهور انڌارو
گر لي ديپڪ آهي جڳ ۾، ميري من...

١- پڙهي پوٿيون مان ٽڪس ڪيئي،
ڪانہ خبر مونکي اندر جي پيئي،
ڪيو ڪولي ڏي تہ ڪوارو، ميري من ...

٢- سهسين شاستر پڙهيا پراڻ،
ڪري ڪٿائون ڪٿيم گيان،
گر بن ناهي اُجيارو، ميري من ...

٣- چانڊڪ ٿيي جڏهن اندر ٿيس مان،
چرن جشمن سان جڏهن چميم مان
دور ٿيو انڌيارو - ميري من ...

٤- ڪيم ڪمرا سڪ سان ورهي،
ڪن من ڏن ۽ سرڙو ڏيئي،
جڏهين ڪيائون عش مهر وارو، ميري من...

٥- ليلاونتي نہ پيو ڪو چاڙهو،
آڳر سان مونکي ڪيائون اِشارو
جڏيم دنيا جو لاڙو، ميري من گر بن ...

٢- مندا ڪرم مٽائي ستگر،
منڙا وچن بڌائي ستگر،
جڏهن دل جو ڪمل ڪڙي ٿو،
تڏهن ستگر محب ملي ٿو.

٣- ستگر درشن ايشور درشن،
درشن سان ٿئي مندر پرسن،
تڏهن پونيل گلرو ٿري ٿو،
جڏهن ستگر محب ملي ٿو.

٤- سؤ سؤ واري ستگر تان مان،
صدقي وڃان نت ستگر تان مان،
جيڪو تن من ڌن سڀ واري ٿو،
تڏهن ستگر محب ملي ٿو.

٥- ڀاڳن واريون ڀاڳ بڻايو،
وچڙيل ورني سروپ سان لايو،
جڏهن دل جو چمن کلي ٿو،
تڏهن ستگر محب ملي ٿو.

٦- ليلا ونتي ڪري ارداس،
شال پرين کي پوندس پاس،
جڏهن ڀاڳ بلند بڻي ٿو،
تڏهن ستگر محب ملي ٿو.

پڻ بات اِها لنؤ لات اِها،
تون وطن وساري ڪيئن وڃين.
٣- توکي جنم مليو آ مانش جو،
توکي سنگ مليو آ ستگر جو،
پيهي پنهنجي اندر ڏس من جي مندر-
تون وطن وساري ڪيئن وڃين.
٤- وڪراڳ- سندي وٺ واٽ ادا،
ويهي راتيان ڏينهان تون پڪار سدا
رهه ريت اِها، رک پريت اِها،
تون وطن وساري ڪيئن وڃين.
٥- ڪيو پريوءِ توتي اُپڪار اِهو،
هاٿي پار اندر ۾ تون ڪ ڏيکو
ليلا ونتي ويهي ڏس جوتي اِها-
تون وطن وساري ڪيئن وڃين.

(٤) ڀڄن

او پريهي او پيارا هل ستگر در تي
توکي پل ۾ پار اُڪاريندا،
توکي پل ۾ پار اُڪاريندا،
توکي ڏيئي جهاز اُڏائيندا.

جنهن جنهن آپو پيت ڪيو آ،
تنهن جي سدا جئہ جئہ آهي،
ليلاولتي د ر تنهنجي لي،
مهر نظر تنهنجي چاهي، هري اوم ...

ڀڄن (٢)

طرز- ڏيک تيري سنسار ڪي حالت
ڪيا هو گئي ڀڳوان،
ڀٽڪي ڀٽڪي منڙو آيو ستگرجي تہ دوار،
سيڱي بوليو جئہ جئہ ڪار.
١- لک چوراسي يوڳي آيو،
ڪٿي نہ اُن ڪنهن ٺانءَ کي پايو،
ٺانءَ ملڻ جو دوار اِهو،
ڪيو نوڙي نمسڪار- سيڱي بوليو ....
٢- سرگڻ روپ ۾ آيو ستگر،
پاپي جيو ڪيائين پوتر،
هنرا ڏيئي پار اُڪاري،
ڪيائين پل ۾ پار- سيڱي بوليو ...
٣- ڪلجڳ ۾ چاليو تهري ڪڪر،
منڙا نانون ڪانچ ٽڪر،

٣- ڀڳتن ۾ تون ڀڳت وڏيرو،
جڳ ۾ تو جهڙو ناهي،
رڳ رڳ ۾ منهنجي جوت جڳي آ،
تجلو بيو اهڙو ناهي،
سنتن ۾ تون آهين سرومڻي،
تو جهڙو بيو ڪو ناهي، هري اوم...

٤- ڪهڙي مهما ڪٿيان مان تنهنجي،
مک ڪي ڪا طاقت ناهي،
شاهن شاهه سچو تون آهين،
سڀ تنهنجي لياقت آهي،
دين ديالو سدا ڪرپالو،
ڀڳتن بل تنهن جو آهي، هري اوم....

٥- رهن کليا دروازا تنهن لاءِ،
جنهن تي ديال جو هٿ آهي،
ڪال به تنهن وٽ ڪين ڪي ايندو،
جم کي ڪا طاقت ناهي،
هاريل بازي جيتي هلن سي،
جئه جئه جا نعرا لائي، هري اوم ...

٦- لوڪ ڏين پيتائون ڪيئي،
تو وٽ ڪهڙي شيءِ ناهي،

## ڀڄن (۱)

طرز- پاڳ وڏي سان ڪنهن ڪنهن کي ٿو
ستگر جو ديدار ملي.

ستگر پيٽ ڏيان مان ڪهڙي
تنهي لوڪن ۾ تو مٽ ناهي،
تن من ڌن جي ڏيان مان توکي
سو بہ ڏنل تنهنجو آهي- هري اوم ....

۱- سرشٽي سڄيءَ ۾ تو سم نا ڪو،
سنت سڄڻ هڪ تون آهين،
پوجا تلڪ ڪريان مان تنهنجو،
ست چت آنند تون آهين،
راتيان ڏينهان سار مون تنهنجي،
ڳڻ پڳتي تنهنجي آهي- هري اوم ....

۲- سر ستيو مون چرڻن تنهنجي،
بي هنڌ سر سنڌو ناهي،
گهوري چڙهيان هيءَ تن من توتان،
ڏنو سچو تو ڌن آهي،
[illegible] ڏنو تو بہ ونکي،
هي، هري اوم ....



सत श्री १०८ माता लीलावन्ती

سٽ شري ١٠٨ ماتا ليلاونتي

# آرپڻ پتر

ماتا ليلا ونتيءَ جي مڪاروند مان سلوڪ ۽ واڻيءَ جا ڪجهه انش سندن پريمين وقت به وقت پاڻ وٽ لکي رکيا هئا جن کي هن ڪتاب ۾ ڇپائڻ جو ڀوربون يتن ڪيو آهي.

داس جي پريمين کي وينتي آهي تہ ڀلن کي معاف ڪندا ۽ لکي موڪليندا جيئن اڳتي اُنهن ڀلن جو سڌارو ڪيو وڃي.


داس
لعلچند سڪواڻي
ميران سڪواڻي
ميران محل 403
- رش نگر جئور (راج)




ست شري ١٠٨ ماتا ليلاونتي

# آرپڻ پتر

ماتا ليلاونتيءَ جي مڪاروند مان سلوڪ
واٽيءَ جا ڪجھ انش سندن پريمين وقت
ٻه وقت پاڻ وٽ لکي رکيا هئا جن ڪي هن
ڪتاب ۾ ڇپائڻ جو ٻيڙيون يتن ڪيو آهي.

داس جي پريمين کي وينتي آهي تہ
ڀلن ڪي معاف ڪندا ۽ لکي موڪليندا جيئن
اڳتي اُنهن ڀلن جو سڌارو ڪيو وڃي.

داس
لعلچند سڪواڻي
ميران سڪواڻي
ميران محل 403
آدرش نگر جئپور (راج)

# آمولڪ وچن



ماتا ليلاوتيءَ جي مکاروند مان

سلوڪ ۽ واڻيءَ جا ڪجهه آنش



ڇپائيندڙ: ميران سکواڻي، ڄيپور

ڇپيندڙ: سنڌر پرنٽنگ پريس، اجمير